# ٻه اکر

”هي گجرا هي گولا“ سنڌ جي وڏي شاعر استاد بخاريءَ جي شاعريءَ جو اهو مجموعو آهي، جنهن ۾ آيل سمورو ڪلام هن کان اڳ ڪنهن مجموعي ۾ شامل نه ٿيو آهي.

استاد بخاري سنڌ جو مقبول شاعر آهي ۽ هُن کي جيڪا عوامي مقبوليت مِلي آهي اُهو استاد بخاريءَ جو ئي نصيب آهي، هو شهرت جي جن بلندين کي ڇُهي سگهيو آهي، ان تي پهچڻ موجوده وقت ۾ ڪنهن به شاعر جي وَس ۾ نه آهي.

”هي گجرا هي گولا“ ڪتاب به، اسان کي يقين آهي ته استاد بخاريءَ جي ٻين ڪتابن جيان عوام جي دلين جي ترجماني ڪندو ۽ مقبوليت ماڻيندو.

انشاءِ الله استاد بخاريءَ جي سمورن ڪتابن کي مارڪيٽ ۾ موجود رکي، پڑهندڙن جي چاهت جو قدر برقرار رکيو ويندو.

**ناز سنائي**

11 نومبر 2003ع
حيدرآباد سنڌ.

## سجاڻپ

مينهن اُتر جو، واءُ ڏکڻ جو، واسُ اُنيءَ جو آنءُ،
منهنجو نانءُ نشان پڇو ٿا، مان هان ٿر جو ٿانءُ.

سنڌي هندي عربي عجمي، ماڻهو منهنجو نانءُ،
پورب پڙڪي، پڇّم تڙپي، ڏڙڪي منهنجو هانءُ.

منهنجي گونگن گيتن ۾ آ، گگدامن جي رَنپ،
منهنجا دوها تَتّل ڏاٿا، ڏاڍا، تو لئہ ڏنپ!

منهنجون زيرون، زَبرون بولي، تنهنجون توڻيون ٿنپ،
منهنجون ڳالهيون ڳاڙهيون ڳاگيون، سوچون ٻوڪيل انب،

"محنت محنت" ساز وڄايان، راحت ڳايان راڳ،
دولت منهنجي ڌرتي آهي، محبت منهنجو ماڳ.

دنيا، منهنجو نانءُ لکي ڇڏ، ديوانو ــــ داناءُ،
ميخاني کان مقتل تائين، پڳ پڳ تي پڙلاءُ.

تارن جي جهرمر ۾ منهنجا جهومڻ وارا گوڪَ،
قطرو ـــ قطرو ٿي ٽپکن پيا جاچيو نيزي ـ نوڪ.

ٻاٽ اَنڌاري ڇاٽيون ـــ ڇاٽيون سوچن جا چمڪاٽ،
سرخ ڦريرا منهنجا نغما، ڦڙڪائن گهر گهاٽ.

# وينجهار/ جهونجار

رات هجي يا ڏينهن هجي يا ماڪ هجي يا مِينهن،
نينگرُ، نينگرِ، نينهن الاڙي نَننگر ـــ ننگر نينهن.

ماٺ مجان ٿومشڪ ڪٿوري، سوچڻ عطر عنبيرَ،
هٻڪارن ۾ هانءُ ٿوگهُٽجي، ڪول ڪِلڻ جي هِير.

توڙي، تو ـــ مون ڪجھ نہ ڪُڇيو تہ بہ ڇئوداري چوٻول،
چار اکيون اظهار ائين جيئن ميلي ۾ چوڏول.

مرڪڻ موتيو، ٽهڪڻ ٽانگر، حال سلڻ هٻڪار،
منهنجا جذبا بلبل، پنئرا، تنهنجا پيار بهار.

جانيئڙا چئہ، هانءُ نري پئي، ڪونين ٿي ڪنڌار،
ٻانهن گهُري ٿي ٻانهون تنهنجون، تو تہ ڏني تلوار!

تنهنجا وارَ سنواريم ويٺي، زورَ وِڌم زنجير،
تو سان گڏجي جهومان، ڳايان، ڦهرن نَوڪيم ڪِير.

مُشڪڻ موتي، چُم چُم چندن، سُر پر سُرهو هار،
وينگس جو وينجهار الا مان، جُوءِ ڪيس جهونجهار!

# دوھن جو ڪو دنگ؟

دوست، پڙهي ڏس دل جا دوها، بي حد آس، نراس،
پيهِي ۾ پاتار وجين يا اڏري ڏي آڪاس.

ڪو دم ساگر ڪو دم صحرا، هي جي دل جا دَور،
منهنجي جند جبل پر جاني تو بن پوپر پور.

سوچ ـــ سَمندُ ۾، ٽوٻو شاعر سونجهي سچ سِپون،
معنىٰ ـــ موتي ڪن ڪن ۾، ڪي سڪٽيون سَنڌِ سِٽون.

دل ـــ من دوهو ريل جون پٽڙيون، گڏ، پر ڌاروڌار،
ڏُک ـــ سک گاڏي هلندي رهندي جيتر جيون، يارَ!

اولھ ـــ اوڀر لمبو دوهو، ساهت جڳ سنسار،
سچّ ۽ سچّ تہ جِٿ ڪٿ روشن، قدرت جو شهڪار.

آدجڳاد استاد بخاري، اَندر جو آهنگ،
ديد ۽ دل جي دنيا وانگر دوهن جو ڪو دنگ؟

# سُهڻا سپنا

چيٽي رُت جي چانڊوڪيءَ ۾ خوشبو جهڙا خواب،
منهنجي دل جي ڌرتيءَ تي ڪي مُرڪي پيا مهتاب!

سپنا سچ پچ ماڻي سگهجن، پُورا بنجن پُور،
جنّت جُوءِ هجي ها منهنجي تون به هجي ها حور.

اهڙا تهڙا ڪنهن به نه جهڙا، ڪوتا، ڪوڪا خواب،
سپنا جيڪي سِر ۾ سِرجن، تَر ۾ تيج نه تاب.

سرڳ نرڳ بي سپنا، جُڳ جڳ آدمَ ـ آرَ،
ڊوڙ يا ڪوڙ خيال خلا ۾، اِچّا ـــ آسَ ـــ سوار.

تاڻ تاڃي، پرجهڻ پيٽو، پئي تي پيار اُٽيو،
پوڪيم پاليم جِيون ـــ سپنو، اُلري موت لٽيو.

سُهڻا، سُرها، مِنڙا سپنا، تنهنجا عڪس حسين!
ٻيو تون سڀ ڪجھ آهين سپنا، هڪڙو ساپيان ڪين.

# دل تہ چوي ٿي . . .

دل تہ چوي ٿي: جُڳ جُڳ جيئان، موتَ ڏياريان مات،
ڪاٽان، او استاد بخاري، ايڏي آٽيان ڏاتِ!

دل تہ چوي ٿي: پيار هجي ٻيو تُنهنجي سونهن ـ سنوار،
موت وتي ٿي ڪاتيون لايون ڪاسائيءَ جي ڪار.

دل تہ چوي ٿي: پيلو، نيلو گول بنايان لال،
”جيئو، جيئڻ ڏيو“، پي ۽ پياري، ماريان مُونجهہ ملال.

دل تہ چوي ٿي: پورب، پڇّم ورڇيان محبت ـــ مال،
ايڏو قرب ـــ ڪمال ڪٿي، هي حاضر جهڙو حال!

مينگهہ هجان ها، برسي، برسي بَرّ ڪريان ها باغ،
سجّ هجان ها، اونداهيءَ جا روز ڏئان ها داغ.

محبت ريءَ مزار بخاري، محبت ساڻ بزار،
هڪڙي سونهن هجي سيني ۾، هُوندا هيج هزار!

# صدين جو سرچاءُ

سونهن ۾ نيهن جي ديد ملي ٿيو صدين جو سرچاءُ،
رڳ رڳ مان آلاپ اٿيو، ٿيو پڳ پڳ تي پڙلاءُ،

جوين، جوين ساڻ جڙيو ٿيو جوش پريو جولان،
اهڙو جهڙو اونهاري جي دريا ۾ طوفان.

تنهنجي منهنجي طوفانن جا مند ڏٺا ميلاپ،
ساگر اٿليو، صحرا وِهنتو، لهرن چاپي چاپ.

تاسو بوسو، لال ڳلن سان ڪيئن ڪري برتاءُ،
ڏاڍو اوکو آهي ٿانڊي ــــ پاري جو ٽڪراءُ!

پوري بت تي جوت بتيءَ جي، پاٿر تي پرڀات،
عضوا تنهنجا، بوسا منهنجا، پِٽ پٽ تي برسات.

مان پَل ــ پيئڻو، مان جڳ جيئڻو، مون لئہ سرڪ سمنڊ،
منهنجو سرڳ ۾ نرڳ رڳو آ، تنهنجي مُرڪ ۾ گهنڊ.

# باهه، ڪپاهه

ڏينهن تتي جو تو لئه ڏوريان، ٿاڪيان منجهند ٿاڪ،
مون کي موڪڻ ايندي آن تون، باک مهل جو ماڪ.

تو کي، مون کي ماڻهو چوندا آهن، باهه، ڪپاهه،
آڙاهن ۾ ڪيتر ونندو، ڪنهنجو پيار پناهه!

عشق وڏو آڙاهه، ڪڏهن آ، تندرا تي چڻ چٽنگ،
منٿ جو ساگر، ڪنهن جي دوزخ کاوڙ سامهون ڦهنگ.

هڪڙا شاهد دل جا دهڪا ۽ ٻيو عشق اٿاهه،
۽ ٿيون تاڙي ورتو تارن، چارن ۽ ٻارن چاهه.

پنهنجو چاهه چڪور چوان چو تنهنجو چهرو چنڊ؟
منهنجي چانهه ۾ تون ته وجهين پئي کلندي کلندي کنڊ!

ارپيم تنهنجي پيار اَمر کي پنهنجا قرب ڪتاب،
تنهنجي ساپيان سُونهن ٻلي هي منهنجا خوشبو خواب.

# ياد تہ هوندءِ!

بلڪل ڪول اڪيلي ويهي، ٻوليا تو جي ٻول،
منهنجي من ۾ ميلو، جهولي چاهتجي چوڏول.

تنهنجي گهر ۾ تنهنجي پير ۾ ويجهو وينو هوس،
ڪوچ نہ هو فردوس مگر مون سمجهو ٿي فردوس.

ياد تہ هوندءِ، صوف ڪٽي تو ڪِلندي آکيو ڪاءُ!
رڳ رڳ ۾ دن رين ڦِري پيو سَجني ساڳيو ساءُ.

چا تہ ٿيو هو گهوري، گهربل محبت جو منهن ميل!
ڪِرٽي پيا ماڪ ڦڙا ها، پياريو هو رابيل.

هڪ هڪ لفظ ٿَليءَ جان گونجي، لارَ : زَبر ۽ زير،
تنهنجون يادون تڙ ڏي موتِي چڻ تہ ڳِئن جي ڪير.

مان چا تنهنجي دل ۾، شايد چنڊ اندر جو داغ،
تون چا منهنجي من ۾، بَر ۾ ڪِلندو ٽِلندو باغ.

# هڪ رات

جيوت جي سنگيتن جھڙي جھانجھ وڳي هڪ رات،
رڳ رڳ ۾ پئي نينهن نچايو عمر سڄي هڪ رات.

جھولڻ جھومڻ، موجون ماڻڻ جي هُوءَ هڪڙي رات،
وچڙي وئي پر چَمڙي وانگر، روح کي چنبڙي رات.

جڳ جڳ جا جذبات ڪٽي اهڙي ته لنگهي هڪ رات،
ويندي ويندي يار اسان جي عمر ونگي هڪ رات.

ڇا ته اڱڻ تي بادل، ڪنوٽيون ڪيڏيون ساري رات،
رِم جھم رِم جھم برسي مِنڙي بوسن جي برسات.

ڏينهن تي آهي شينهن گجي ٿو، رات به ناهي سانت،
ڏيڏر، تِڏيون، چبرا، چمڙا باتيون پانتين پانت.

ڏينهن تتو جڻ صبح ٿڌو ۽ پنهنجي سُمهڻي، باک،
چاهت آهه ته چيٽ لڳي ٿو پوهه، ڪتي، ويساک.

# صدين جي ساجاهہ

سالو سال بهار سان، خزان تنهنجي ڪئونس،
جيوت، تو ڪي موت جي دم دم ڪيڏي دئونس!

پنهنجا جذبا مقتدي، پنهنجا عزم امام،
جنّت، دوزخ زندگي، سانجهي، صبح قيام.

ڪاڏُءِ زهر خمار ۾، ساري عمر خَيام،
منهنجي انوکي سوچ جا تو ڪي رند سلام.

ٻالي ڀولي صبح کان سوال پڇيو هي شام:
ڪيتر نهندا ناڻ هي، ڪيتر رهندا نام؟

پاڪي پاتيم ٻاڪ ڪي، سُرڪيم سُرهي ماڪ،
تنهن ڪانپو ڌرتي تتي، ٿامون ٿاٽا ٿاڪ.

جهومي جهومي صبح جو ڳل ڳل ڳايا گيت،
ٻوسا، پڙڪا پنئر جا ساهن جا سنگيت.

وڪ وڳڪ لڪ لڪ ڪاروان، اوسر جاري راهہ،
پنهنجي پل جي پريت ڪي صدين جي ساجاهہ.

# تاسارو ـــ درياهه

نيڻن سان گڏ ننڊ جي، ايڏهن آهه اُڏام،
اوسيئڙي جي آڳ جي، ويجهي ناهِ اَجهام.

ويليم فاءِ ڳهي مٺا، ڳيتيم ويليم ٽين،
دل ۾ آڳ ڏڳيم پئي، نيڻين ننڊ نه چين.

سُورَ سمهائڻ ڪاڻ ٽيون، ننڊون پڙهن منڊ،
اُڪڙيو زخمن جا پَون ڪامڻ ساڻ ڪرنڊ.

بيچيني بيبان ۾، تاسارا طوفان،
سانوڻ جي برسات ٿي، اچ او اطمينان!

سوچي سوچي ٿي پئي بيچيني بيمان،
نالو ٿئي الله جو اچ او اطمينان!

احمد شاهه ۽ عشق آ، اونهارو ـــ آڙاهه،
اديون منهنجي زندگي، تاسارو ـــ درياهه!

# دادو جادو ناھ

روڊ ٻُڪيا راڪاس ۾ پتيون، جھڙيون پوت،
دادو ناھ پَر باھين ۾ بيروت.

جيڏيون منھنجي جندڙي گھنگھر جا گھمسان،
صدين جوڙي سنڌڙي، اڄڪلھ آ لبنان.

ھيرو شيما ھاڻ ۾، ناگاساڪي ڪانُ،
جيئان پيو ايئن جيئن، جرڪي پيو جاپان.

مون ڪي تُنھنجو سُور آ، ناھي ڪو ناسور،
منھنجي سجني سنڌ آ، ناھي سينگاپور!

منھنجي دل ۾ ديد ڪي پڪڙيو پيڙ اپار،
سوگھو جيئن سمونڊ ۾ انڊمان، نڪو بار.

ڏُک ـــــ دريا جي پيٽ ۾ ھي دل نِنڍڙو ٻيٽ،
پاليو تنھنجي پيار ڪي ڇھرو چمڪي چيٽ.

# هڪ سِٽ سرتي، هڪ سٽ ڏرتي

هڪ سِٽ سرتي، هڪ سِٽ ڏرتي، ٻوها پوتم هار،
جيڏيءَ جي لئہ، جيجيءَ جي لئہ، ساهت جا سينگار.

سچ پچ پنهنجي ڏرتي توڙي سرتي ڏاران سُورَ،
اندران اُڏما، ٻهران ٻڙڪا، آران پاران پُور.

تانگهون ۾ مان تيئن ٿا تاڻيون تو ڏي ڍولڻ يار،
تتّي ڏينهن تلاءَ ڏي ٻوڙون، تاسا ڏنڻَ ڏنار.

هڪڙي پک ۾ پير رکن ڪيئن پُورنماس، اماس،
تون بہ پري ڪان چِرڪي پَرڪِئين، اُلريس آءُ اداس.

ڪنهن جي ڪَن ۾ چيرون چمڪا، اک ۾ جرڪن جام،
ڪنهنجي تن تي ڪڙڪن ڦٽڪا، نظرن ۾ نيپام.

پونءِ تي روز ڪٽي بم گولا اتري عزرائيل،
سوريون صور زمانا، بيٺو سوچي اسرافيل!

# حيلا، هيج هزار

سمجهه اڪيلو سُور نہ مون ڪي، حيلا، هيج هزار،
گهر گهر دوست دوائون ـــ دارون، در در درد ـــ ڏڪار.

سمجهه اڪيلو سُور نہ مون ڪي، حيلا، هوش هجوم،
دائم آدم ذات، زمانو قائم حيّ قيوم.

سمجهه اڪيلو سُور نہ مون ڪي، ادّم، عزم انبوهَ،
هڪڙا هيج حبيبن جا ٻيا تنهنجا ڏرتي توهَ.

قرب ڪٽيون تو ڪتيون ناهن، واهيون، واهڙ، واهہ،
بوندن مان ئي ٻٽبا آهن آخر، سمنڊ اٿاهَ.

ٽر تان نڪتا، ٻوڙي پهتا ڏڳ ڏڳ تي ٻوفان،
هن دنيا جي دل ۾ هلچل، ٻَيِّر ۾ بُحران.

ساڄي هٿ ۾ جوشهجي ۽ ڪاٻيهٽ ۾ هوش،
ڪُوڙ ڦهر سان شور بغاغو، خير اڳيان خاموش.

# تُنهنجو منهنجو سنگ

اونداهي اڌ رات ۾ چانڊوڪي انگ،
صديون ڏيندو سوجهرو تنهنجو منهنجو سنگ.

سهڻي ساهڙ سان ملي، ٻيلو گهاٽي ٻاٽ،
جلوا، جذبا روشني، ڀاڪر، ڀُٽڪا لاٽ.

ڪارو سَنجهو سَرء جو، ٻوُڙا، ڪُهتي ٻاٽ،
جگنو اُڏرن جهنگ ۾ چُمين جا چمڪاٽ.

ڪِرڻو ڪرڻو چنڊ جو تُنهنجو عڪس اهاءُ،
ڇولي ڇولَي سمنڊ جي، مُنهنجو سمجهه ڇُهاءُ.

ويڙهيم ڪاڙهي هاڙهه ۾ وينگس سُرها وار،
منهنجي دل جي ڌرتتي ماڻي مُند ملهار.

تنهنجي مُنهن تي مُرڪ جا موتيا، مگرا ناچ،
منهنجي دل ۾ سوپ جا نعرا، باجا ناچ.

گفتن ۾ گلدان تون، بَدّن ۾ بستان،
پَن پن تان ٻلهار مان گُل گل تان قربان.

تنهنجي منهن تي شرم يا هاڙهه شفق ۽ شام،
منهنجي من ۾ تانگهه يا تاس، صراحي، جام.

تارا، ڪينجهر ۾ ڪنول، چَمڪي ڏُوندي چنڊ،
جهومون ڇولين جهول ۾، مون تي تو تي منڊ.

سوچي، چرچا ٿو ڪريان، لاهي لڄ حجاب،
چمپا چهرو ٿي پوي تنهنجو لال گلاب.

آرس پيچندي اندلٺ وينگس تنهنجا انگ،
منهنجي رت ۾ رقص ڪن روزانو هي رنگ.

سيني ۾ سانڍي رکان تنهنجي بوءِ بهار،
هوري هوري پيو ڪٽان ساهن ۾ هبڪار.

سيني ۾ سانڍي رکان، ڏيدون تُنهنجون ڏُنگَ،
سُرڪيو ساميءَ ۾ پيان، ٿوري ٿوري رُنگَ.

سيني ۾ سانڍي رکان، تنهنجو لطف لذيذ،
هوندو ڪُهتي لحد ۾ ڏاڍو گندُ غليظ.

سيني ۾ سانڍي رکان، تنهنجي سُونهن تمام،
اُن سان اوريندو رهان، ٿئي يا ٿئي نہ قيام.

# الڳ الڳ (متفرقا) دوها

عشق ابهرو آهي، هوندو چُلڪيو شوق شباب،
آءُ ادب ۾ سوگهو جيئن هو شيشي منجهه شراب.

ساگر تي طوفان نچائي، جي ٿو چاهي جوش،
عرشن جا ايوان گهمائي، هي جو آهي هوش.

ڃيِّ چمان ٿو تُنهنجي، منهنجا ڳائين ٿو تون گيت،
تَنهنجي خوشبو بادِ صبا ٿي مون کي ڇُهي ٿي ميت.

سُرها گفتا، مِنڙا بوسا، جلوا، جذبا ڪنج،
جاني پوريون ڪيئن پَون جو مون وٽ اِندريون پنج.

تنهنجي هڪ هڪ انگ ۾ آهن، سَو سَو پُورنماس،
ڪاش هجن ها اڄ ڪي مون وٽ، ڪوڙئين هوش ـ حواس.

نيهن نشيلو آهه اڳيئي، مُنڌ هجي يا مَنڌُ،
پيار اسان جو جٺ ڪٺ ساٿي، پَنڌ هجي يا هَنڌ.

تنهنجي ٿور ٿِلڻ ۾ آهن محشر جا آثار،
راتين ڏينهن جي ٿي رڪجي تو سامهون رفتار.

سونهن بہ تنهنجي سازي، سوچون سانتيڪا سنگيت،
رمز بہ منهنجي راڳي، گهُورون گهرا گهرا گيت.

بعضي سوچون سئر سفر ڪن، رشيا، پرشيا، هند،
بعضي پيهي پنهنجي تر ۾، جاچن پنهنجي جند.

اھڙي قومي جذبي تي ٿو، ٿو ڪي روز ضمير،
مير ۽ پير امير عموماً، باقي قوم فقير.

نت نِت روشن سورج جان ڪر، همّت استعمال،
بَعضي بجلي ٿي ڪڙڪي پئي، بعضي ٿي پونچال.

جيڪو جا ٻه سزا ٿو لوڙي، گيسر، غفلت شرط،
مات مسئلا ڪائن ٿا پر، هوش ۽ همّت شرط.

ٻارڻ، گاج، ملير مُسي ويون، ڪينجهر، منڇر ساڻ،
ڪيٽيءَ ڪان ڪشمور سمورو ملڪ پَريو مهراڻ.

ڪنهن ڪُون حاصل باغ بهاران، ڪنهن ڪُون ڪيڪر، ڪَندِ،
”ماءُ جڻيندي پُٽڙي ڪنهن نُون ياڳ نه ڏيندي وندِ.“

هن چوٽيءَ جي وچ ۾ آهن اچرج جا اظهار،
”ڇا ته ڏنو هو سهڻي، سرتي، ڇا ته ڏنو ميهار.“

سوچ ورهايان مصري وانگر سمجهان عيب نه عار،
سڀ سان اوريان سُور ائين جڻ سيڪو منهنجو يار.

حال پڇي ڪو ڪولي ويهان، جيئن ڪو ٻولي ٻارُ،
عمر رسيدو هوندي آهيان سادن جو سردار.

پوپٽ پَر تي آس اندر جي ساجهر صبح سوار،
گُل گُل تنهنجو روپ چُمي پئي، پيئي شبنم پيار.

تنهنجي چَپن تي ڪجه نه ڪجڻ جي اج چو آهي چاپ،
آءُ ٻڌان پيو اڪڙين مان ئي اندر جا آلاپ.

تنهنجي تن تي تاڻ نہ تابش، وائي ڪا ٻہ نہ وات،
جلندي جيءَ جي ٻاھہ وجهي پئي جُوھہَ وچان ڪا جهات.

چار اکيون ٿيون تنهنجون منهنجون، تن جي ڇا تشبيھہ،
جهڙا چار ڍاڪا جاني، تهڙا ٿيا چاليھہ.

ڪنهن جهرڻي جي نغمي وانگر تنهنجا ناز نفيس،
ڪنهن ڪُتڪي جي ڪڙڪي وانگر منهنجا خواب خسيس.

دردوندن وٽ سنهڙو نُوڪو، نودن جي در ناد،
ڪير هيو؟ ٻيو ڪهڙو هوندو! هو شاعر استاد.

تنهنجي مورت ميرو پربت، منهنجي پريت پراڻ،
دور نئين ۾ ديد نئين سان تو سان سينڌ سڄاڻ.

رنگ رنگي ماحول برابر، پر ڪجهہ طبعي طور،
ساڳئي تَر ۾ رَلجي رهندي، مَٺ سٺ ڊيل ۽ مور.

چمڙن چين چين ڪئي نہ ملائي، بانگن ڪڪڙن ٻانگ،
ڪٻرين ٽيڪو چيڙيو ڪن پيا "نيڪ آ نيڪ آ" ڪانگ.

پاڳيو جاڳيو پؤنڪي بينو، چؤنڪيو ناهي چور،
مور ٿهن پيا، ڊڍور رنين پيا، سهڪيو ڪاٽي سور.

ڪنول ڪنول ڪر چاتو، آڏو آئينو ڪينجهر،
پِٽ پِٽ سينو تاٽيو، سامهون "ڪوڏڪ" ڪارونجهر.

ڪافي ليڪڪ هاڻ ڪڍن ٿا خاڪا ۽ ليڪا،
اڄ ڪلهہ ٿي پيون ڪِلڪون آهن "ڪوڏڪ، پاشيڪار".

پونءِ هجان ها، پاڪر پائي پينگ ڪريان ها باغ،
چنڊ هجان ها، چمڪي چمڪي گود وجهان ها باغ.

سهمي آهن سَنگندا، گهٻرائي اغيار،
ڏِيد ۽ دل تي دنگندا، يار تہ آهن يار.

ڪڏهن ڏاڻ ڪمال جا، ڪڏهن ويڻ وڏاڻ،
محبت، نفرت پاڻ ۾ ڪيڏي سينڌ سجاڻ!

گفتن ۾ فولاد ها، قد بت ۾ ڪهسار،
دشمن ڏِٺا هانوَ ۾ ڪائي جي ديوار.

پوتيون، پڪا بامٺيون، انگ ڪيئہ انگاسَ،
آمر تو پئي انڌ جي ايڏي تاتي آسَ!

هر جا گهرجي حوصلو، هر دم ڌرجي ڌيان،
رڳ رڳ رکجي روپلو، دم دم دريا خان.

عالم جي آسيس ٿي، ڪوهہ ڪرين ٿو ڪِيس!
آدم عاليشان تون ڪوڪو ٿي نہ خسيس!

ڌاران ڌيان دماغ يا بنا پاڳ نراڙ،
واڙياسي بيبان تي، پاٽيءَ ريءَ پهاڙ.

اپريو شوق شباب مان، شاعر ڏي تشبيهہ:
جيئن ٿي کهنبي باک مان چمڪي سورج چيهہ.

ساقي؟ قاتل؟ ميڪشو، ڪونيو جيڪو نام،

جيوت موت تريءَ تي، جو تا ڪوئيو جام.

ساقي: عيش، عذاب ڏئي، ناصح: ڏوهه ثواب،
پيئو جيئو ميڪشو، ماٺيو شوق، شباب.

مِنڙي منهنجي زندگي، زوري زهر نه تيءُ!
چو تي لڙڪين ٻوڏ ڏي، ڀوڙج جيڏي جيءُ.

چڪيو امرت آب مان، منجهس آهه ممات،
اِيهو پِيئو ميڪشو اَتوَ آب حيات.

منهنجي من کي جان مَن، تنهنجي تن جي تاڙ،
متوالي کي مارفيا، هيروئن جي ڀاڙ.

مشتاقو، مَرڪو پلي، پروانو ٿيو پاس،
معشوقو، ڪيڏو جلي، شمع ڏيو شاباس!

تنهنجي نيڻ نهار سان، منهنجي نيڻ نهار،
تاٽي چقمق تار ڏي، تنبي اُن ڏي تار.

ويهان ٿو پرسان اچي، ساهه ڇُهن تا ساهَه،
سمجهان ٿو سهٽا وچان آهن سمنڊ اٿاهه.

هي ٿو شاڪ سهي وجان، ساهه ڇُهن تا ساهَه،
مونچو: آءُ مري وڃا چاهه چمن جي چاهه.

اندر کُورو عشق جو، ٻيّر پڙڪا ٻاهه،
اٿلي پئي آڙاهه ڏي، دل ڪولي درياهه!

ٻڪيم پُورل ٻاک کي، چُميم سانول شام،

ساڳئي لطف لذيذ لئي، تڙپيس عمر تمام.

كاني جيڏا آدمي، پَل كن تنهنجا پاند،
تون چو ميڙين اُپُ، پُون، سوچين آدجڳاد!

كيڏ چمن ۾ چنڊ جي رانديكن سان راند،
سوچ نہ انت اٿاھ تي جنهن جو آند نہ پاند!

# وجود

هاڙهي جيڏو هانءُ،
جَر تر جهڙو ٽانئڙو،
اوسو هوندس آن!

سانجهي صبح سجود،
ڪندي آڪئين مون ڏٺو،
وو سو هِيءُ وجود.

جِي، منهنجا جذبا،
اَهڙا جهڙا سادڙا ــــ
ڪاڇي جا قصبا.

ڪرشن، راڌا، بين،
جيتر جيوت جوت ۾،
تنهن ڪان پو ڪِي ڪين.

# گھوڙا ڏاڙيلا!

پوپٽ جي پَرَ ڏي،
گھوريم بيٺي غور سان،
ڏُوڙيو ٿيو گھر ڏي.

ڪوئل جي ڪُوڪو،
پرِيايم پئي پاڻ کي —
چِرڪايم ڏُوڏُو.

باڪَ ڦُٽي، خوشبو،
گھر گھر ۾ گھُسجي وئي —
گندرف جي بدبو.

لائُن جي ويلا،
سهرا، شرنايون، خوشيون،
گھوڙا، ڏاڙلا!!

# ٽيڙن ۾ ٽڙڪاٽ

ٽيڙن کي ٽيڱر،
توڙي آهن توڙ کان ـــــ
ٻي پاڙا ٻي گهر.

ٽيڙو ڏِيئن ٽاڏ،
ڍارون ڍورون جان مگر،
آڏو ايندَن ياڏ.

ٽيڙو تيتر ٽاٽ،
جيتر پهچِي جُوءِ ۾،
لال صبح جي لاٽ.

ٽيڙن ۾ ٽڙڪاٽ،
ڏاڍِن زورن سان ڀڳي،
اونداهيءَ جي آٽَ.

# جنهنکي عشق لڳو

ڪوهہَ ڏَڪيو ڪاچو،
پوريءَ پانيون پينرو،
پُنهونءَ جو پاچو.

چِپ ڏِنو داسو،
سسئي سمجهو چرڪ ۾،
پنهوءَ جو پاسو.

ڪيهر گجڪاريو،
سسئي ڊوڙي سامهون،
پنهونءَ پوڪاريو.

جنهن کي عشق لڳو،
جيڏيون، ان جي جند مان،
پيلو خوف ڀڳو.

ڏونگر هيڏي هوڏ!
پوڪاريان پئي ڏير ڏَس،
ٻوڙا، جِيءُ نہ ٻوڏ.

پُنيان ٿوهر، اَڪ،
مٿان لڪّون هاڙهہ جون،
اڳيان سوڙها لڪ.

ايڏو پَڌُ نہ پهاڙ!
منهنجا پير پٿون ٿيا،
تنهنجي سِر ۾ ڦاڙ.

# هِمّت

تو چا چاڙي چَچّ،
منشي، محبت مامرا،
پُڇج سهندي پَچ.

تو چاتي تصوير،
سونيتيءَ جي سونهن جي،
مبارڪ ٿئي مِير!

وڏندي وٽ ڪِٽي،
جوڪر ڏيندي جند ڪي،
جيڪا وٽّ وٽي.

همّت ئي هِڪ ٽِڪ،
اٿئي عشقَ علاَج نہ تہ،
سِڪيو وينو سِڪ.

# سِٽ ڏاران . . .

سِٽ ڏاران ٿِي ـ سِتا،
ٻئي جي گهرَ، ٻي گهر جيئن ـــ
نر ـــ نارِي نپٽا.

شاعر، رَهندين راند؟
قيدي تنهنجي قوم ٿي،
ٻولي نيزي پاند.

ترخانن جو دَور،
ميران مهدي ملڪ ۾،
قاضي قاضن زور.

کهڙي قيامت يرا
ڪَڪَرَ، ڪوهيڙا ٿيا ـــ
ڪانيون، ڪارونجهر.

# آس ئي آسَ

سڪٽي آڪاٽي،
چو اوتين وينو اجان،
چاٽيءَ ۾ پاٽي!

اڳ تہ نہ هُئس اهڙو،
پاڻ نڳيان وينو مِنا،
نڳ تہ نہ هئس اهڙو.

او اُجهٽا احساس!
آڏو ايڏي اَڇ تي ـــــ
اتئي چا جي آسَ؟

الاّ، آس ئي آس،
اِها آس الله آ ـــــ
جيڪا ناهہ نراس.

# چاهہ

چريو چئبو چاهہ،
گهوري هڪڙي گهُور تان،
پنهنجي سارو ساهہ.

چريو ناهي چاهہُ،
صدقي تو تان سوجهرا،
اندر جو اونداهہُ.

مِهڻا، اُنو مِينهن،
چَهڪي ٻهڪي چؤنڪ تي،
وهنتو ننگو نينهن.

تو سان ڄاڻ سڃاڻ،
جُڳ جڳ جو ميناج آ ـــ
صدين جي سُرهاڻ.

# پُونءِ پَيڙ

رهندو پڙڪياسين،
اوتر ۾ جهَندو جيئن،
ڦاٽِي، ڦڙڪياسين.

ڦٽجي، ڦڙڪياسين،
پوپٽ ها يا ڪَرپَ ها ـــــ
پَل پئي پڪڙياسين.

نوڪي دَور چماٽ،
لوٽن مان گهر گهاٽ جي،
نڪري ويا زوزاٽ.

توهر روز ٺَڦڙ،
نوڪِن ڪوسي لُڪّ ڪي
۽ پو، پونءِ پَيڙ.

# ڏات

ڏات نہ ساڳي ڏات،
ڪوئل، ڪٺيي، ڪانءَ جي،
پنهنجي پنهنجي لات.

پنهنجي پنهنجي لاٽ،
تارا ٻاري رات جي،
ڪاٽائن ٽا ٻاٽ.

چرڪين ٿو چا لاءِ،
پَد پَد اندر ڄپ رکي،
لفظن مان ڳالهاءِ.

مُئي ڪانپو مِٺ،
شاعر رهندءِ شهر ۾،
چِٽيئي جيڪي چِٽ.

# منهنجا ساٿي

منهنجا ساٿي سچ،
سچ لئي ڇا چئجي؟
سچّ تہ بينو نچ.

سچ جي سامهون ڪوڙ،
ڪوڙ لئي ڇا چئجي؟
ڪوڙ جي منهن ۾ ڏُوڙ.

منهنجا ساٿي ڏينهن،
ڏينهن لئي ڇا چئجي؟
ڏينهن تہ آهي شينهن.

ڏينن جي سامهونر ات،
رات لئي ڇا چئجي؟
رات غمن جي تات.

منهنجا ساٿي سجّ،
سجّ اهو جيڪو،
بُوجهہ جو آهي بجّ.

سج جي سامهون چنڊ،
چنڊ اهو جيڪو،
خود اونداهو ڪنڊ.

ساٿي سونو هَسُ،
سون لئي ڇا چئجي،
سون ڪي ڪانهي ڪَسُ.

سون جي سامهون مَٽُ،
مَٽ لئي ا چئجي،
مَٽُ نہ ڀلجي وٽ!

منهنجا ساٿي لوهہ،
لوهہ اهو جنهنکان،
ڪنبندو آهي ڪوهہ.

لوهہ جي سامهون ميڻ،
جيڪي نڪتا ميڻ،
سي تہ نہ پنهنجا سيڻ.

منهنجا ساٿي هنجُ،
هنج پڪي جيڪو ـــــــ
آهہ ڳڻن جو گنج.

هنج جي سامهون ٻگهہ،
ٻگهہ بہ پکي آهي ـــ
ٻگهہ جو ڪهڙو اگهہ؟

منهنجا ساٿي سمنڊ،
ڇوليءَ ڇوليءَ ڪي ـــ
گهوڙي وارو گهنڊُ.

سمنڊ جي سامهون اَڏَ،
اَڏّ ڀلا آخر ـــ
ڏيندي ڪهڙي ٽَڏّ.

منهنجا ساٿي سنڌ،
سنڌ تہ سچ پچ آ ـــ
تنهنجي منهنجي جند.

# ڪهڙي موسم مُند

ڪهڙي موسم مُند،
ماڪيءَ مصريءَ ڪان مِٺي،
جڏهن تڏهن مُنڊ.

ڪوجهي ناهي ڪَتي،
جهجها هجن ڪير، پت،
محبت، موج ـــ متي.

چاندوڪي ۾ چيٽ،
جاني ليٽي جوٽ تي،
ڍائو هجي پيٽ.
چاندوڪي: چَهڙون،
هِيرون، خوشبو تو بنا،
روز ڏِين رهڙون.

.........

# چي – چي

چانڊوڪي، ڇُم ڇُم،
عاشق ۽ محبوبِ ٻئي،
هڪ ٻئي ۾ گُم سُم.

ٻوسن جي ٻوڇاڙ،
سڄي مهيني مانگهه جي،
ٻنهي کي هئي ٻاڙ.

ڇُهتي چاهه ڇُميم،
جاني تنهنجي جسم جو،
هر هڪ گهير گهميم.

جوشيلا ٻوسا،
رابيلي رخسار تي،
نيلا پوپٽڙا!

...............

# لاريءَ ۾ ناري

ويٺي وندريس مان،
لاريءَ ۾ هڪ نار جي،
بينسر ٻولي سان.

هوءَ پئي چڪي چَپ،
تڪيندي مون ڏي، هِتي –
منهنجي دل جا ٿَپ.

چڪي ڏندين چَپَ،
اکين، اکين ڪان گهري،
بيٺي ٻوسن جي لَپ.

ڏندين ڪتري نَنهن،
ترڇو تَڪيئين شوق سان،
حالت هئي هيڏهن!

............

# سيارا، سيءَ

سُڻ او سيارا، سيءَ!
جاني منهنجي جهول ۾،
جِيءَ نچ آئين جِيءُ!

سياري جي سردي،
ڪوڙو ڪوڙي سان جَڙتو،
ههڙي همدردي!

سَڙُ ساڙيندڙ سِيءَ!
ٽاندا ٽاندا آڳريون،
سينا ٽئون سِگري.

سِيءُ، لُري سَر سَر،
ڀاڪر ۾ بوسا اٿئون،
ڪمبل ۾ هيٽر.

............

# اتر واءَ

ا تون اتر واءَ!
ويري ٿي آهين وريو،
پرماري پڙلاءَ.

وهرا اُتر واءَ،
جَهليو ڏين ٿو جهرڙا،
گهُليو ڏين ٿو گهاءِ.

اتر واء ائين،
گهُسجي ناهي گهيربي،
منهنجي جند جئين.

اتر کان آيُون،
اوريڪُون اُليون کٽي،
پيليون ۽ سايون.

.........

# جهولو

جولاءِ جو جهلو،
وٽن هينان وينگسون،
اوت نہ ڪو اولو.

جهولو چاليهو،
ڏامر اُڏريو ڏنپ ڏئي،
هُوءِ تہ ڏسو، بيهو!

جهولي جا جهُوٽا،
هٽندا وتن هانوَ کي،
رهزن رانيوٽا.

رولو، پاڳل لُڪَ،
ساڙين ٿي ساٽيهہ کي،
بادل هٽندءِ ٽُڪَ.

.........

# مامرا

آڇين ٿو آرام،
جيڏان ڪيڏان مون مٿان،
منڍيندين ماتام.

نيٽين ڏين ٿو ننڊ،
ڪنين وڃن ڦهر جا،
گهرين ٽڙين گهِنڊ.

ڳارائين ٿو راڳ،
شعلا ٻڇيئہ شهر کي،
ڳوناٽن ڏي آڳ.

ٽِي وي ڊراما، ناچ،
ڏرتي ٿامون، مامرا،
ڌاڙا، اغوا، جاچ.

............

# سوداءَ

ڀَڏ ڀَڏ ۾ ڀڙلاوَ،
اڄڪلھ تنھنجي نظم ۾،
صدين جا سوداوَ.

جيون ساڻ جڙاءُ،
دِل تي ڇئي جڳ جڳ وجھان،
پل پل منجھہ ڀڙاءُ.

ڪاٿي ٿو روئان؟
مان ٿو دل جي درد کي،
ديدن سان ڌوئان.

گولو آھہ گواھہ،
ٻوڙن سمنڊن ڏسي سيپي،
دنيا جا درياھہ.

.........

## وچ تي —

هوڏانهن ڪُڪڙن ٻانگ،
وچ تي ڪوئل ڪُوڪ ڪي،
هيڏان ڪان ڪان ڪانگ.

اولهہ ڪان اوتر،
وچ تي ڪيت ڪجور جا،
اوڀر ڪان اوٻَرُ.

گهر ڏي گندرفَپ،
دڳ تي ڊوڙن نينگرا،
تڙ ڏي تِرڪڻ گپ.

هيٺان پٿَر پڙُ،
وچ تي ان ايمان آ،
مٿان پٿَر پُڙ.

چوڏاري چاري،
چرغا، چيتا، ويلڙا،
وچ تي ويچاري.

اڳتي سُوريءَ سَڏَ،
وچ تي جيوَن جستجو،
پٺتي ڪاهي ـ ڪَڏَ.

سامهون ويجهي سوپَ،
اڳتي تاڻيو ڪونڌرو،
پويان ڪاري ڪوپَ.

............

# مارا سانپارو

”وريا واهارو“،
صديون گذريون آسري،
مارا سانپارو.

ڳريو تنهنجو ڳڙهه،
آمر ان کان ئي اڳي،
مارُو تي ويا مَڙهه.

نِڪتو نتيجو،
پَوڄُوَ پير ۽ مِير کي،
پاتُوَ پَتيجو.

پُونءِ نہ تي باغي،
نتيجو نڪتو اِهو،
دهہ دِهہ تي داغي.

...............

# ٽيڙو

گهڙيون ڪنڌ گهاءِ،
ڪُسندي پنهنجي ڪات سان،
بروٽس جا ياءَ!

هُن جي لئہ هُس ’ڪيس‘،
سمجهيائين ٿي ديهہ پر،
ٿيندو ٿي ويس ديس.

او ساڙُو پارا!
پاپي، مون کي ياد پيا،
وِلهہَ سمهڻ وارا.

آران ۽ پاران،
آيم تحفي طور ٿي،
طعنا تون ڏاران.

ورهاڱي جا واءَ،
تاريخن ۾ ڏئي ويا،
ساڳا سَن جا گهاوَ.

مغروريون اڏريون،
منهنجون ۽ تنهنجون وري،
مجبوريون اپريون.

ڌرتيءَ جو گولو،
پيٽِن برهماند سان،
ٽنن ۾ تولو.

ٽين ٽيون تعديون،
شُرفا پنهنجي شهر جا،
برف جون ناديون.

پيڙون، لنگھڻو پيٽ،
جَھورِيُن جي ٽرئفڪ جئين،
شگر مل جو گيٽ.

تُنھنجو پريت ـــ پَنو،
پائر ـــ روپو موھڻو،
سھڻو سجّ ـــ وَنو.

روءُ نہ اربيلي!
ڳوڙھا گليلا لڳن،
گھُورون گليلي.

فائول يا فيئر،
وڏيري جي وات ۾،
چيئر ڙي چيئر.

ٻوڏن مٿان ٻوڏ،
بينو بچاءَ بند ڏين،
شاعر، هيڏي هوڏ!

گوليون ٺاڪوڙا،
صدي ويھين، سنڌ ۾ ـــ
گھوڙا ڙي گھوڙا!

بزرگن جي سنڌ،
يارو ھاٿي ٿي پئي،
شھيدن جي سنڌ.

بنگلن کي بنگلا،
ڪوٺن کي ڪوٺا مِٺا،
پونگن کي پونگا.

فڪرن ۾ ڦڙڦوٽ،

ڪانهي ٻولي جيءَ جي،
جيڏهن ڪيڏهن ڦوٽ.

چنئري چور پچور،
ڪونيون جنهن کي قرب مان،
ملي موٽ مهور.

اهڙو ازم اچي!
جلي جان نہ شمع جي،
پروانو نہ پچي.

واڇُون ٿو ٽيڙين!
ڪڙڪي ڪاتي ڪنڌ تي،
ڇيرون ٿو ڇيڙين!

ٽيپو ۽ جعفر،
دولهہ دودي ــ ديس ۾،
چُونگر چنيسر!

ڇڏ ڀنيٺ ڀائي!
ڏيهہ سڄو ڏياري ڇوي،
ڪڻ تيليون ڇٽنگائي.

ڪوليم جڳ جي خُور،
خوشبو ۾ بدبو هئي،
بدبو ۾ خوشبو.

ديسي سيڻ ڪجن،
ڏنگا، ڏاڍا جي هُجن،
ماري ميڻ ڪجن!

نُوٽ نہ سِنڌو نيڻ،
سيرانديءَ ڪان سَپّ تئي،

پيرانديءَ ڪان پيڻ.

کهڙي موسم مُند،
جڏهن دشمن سامهان،
ڪنيم قاتل ڪُند.

تنبورو تڻ تڻ،
واتَ پٽيا واريءَ سُتا،
ڏنگيا ها هڻ ڪڻ.

سيارو ڪڙڪي سيءُ،
جهوپيءَ جُهريل جيئڙو،
ٿَڙڪي ماءُ ۽ ڌيءَ.

پيچ پنيءَ جي ويل،
باغيچي ۾ گڏ رئن،
ڪانديرا، رابيل.

جهولي جا جهئونڪا،
ڇوري هڪلي جهارپئي،
پڇن پيا ڏئونڪا.

ڪُوڪ، لغڙ ڪاٺا،
ڊوڙيا ڇورا شهر جا،
رانيوٺا، جهاٺا.

سڪايون ڇو ساهہ،
جيڏو تو کي چاهہ آ،
ايڏو مون کي چاهہُ.

او منهنجا احساسَ!
هِن ويلي وڏڪار تون،
وِڃڻ ڪاڻ پوءِ واسَ.

ويڌن جي تاريخ،
چوندن ڦٽيون پوڙهيون،
چنئرن پاسي چيخ.

گاڏي پهتي سَن،
ڪوڪ ڪئي ڪهسار ڪا،
ڪاڇي ڏنا ڪَن.

چهرو چنبيلي،
تو ڪيئن چاتيون طوطڙي،
گهُورون گليلي!

ٻيلو، ڪيٽي، ٻيٽُ،
چانڊوڪيءَ جي شوق ۾،
چوٽون جهومي چيٽ.

ٻولي ڪئي ٻيهر،
خاموشيءَ جي خوف کان،
ٿهندي ٿنيهر.

ڏَندِ وڏيري ڊِرگهه،
بندوقن ۾ بَڌڪون،
ڀڪن ٻينا ٻگهه.

ٻار جي مُنهن ۾ ٻند،
جيءَ ۾ جاڳي جُوڄڪي،
ننڊڙي آئي ننڊ.

جاني اڳيان جيءُ،
گرمي چئي گرمي چوان،
سِيءُ چوي تہ سيءُ.

مون کي ڏي جلوا،
سانديان پنهنجي ساهہ سان،
جَهل منهنجا جذبا.

ڪاڪَل تو کي پئي،
هينئر تنهنجي وهنجندي،
ٻُڏيون ڪِيئليون ڪئي.

اوتي پاٽيءَ تيلُ،

طرحين طرحين ترورا،
کيڏيو نينڍڙو کيلُ.

ڇا جا وِچون، سَپَ؟
ڪاري رات کُڏڻ وٽي،
وهڙي وا لِڪ ڇَپ!

ٻوري گاهہَ پَري،
ڇورا هيءَ ٻڌرائجانءِ!
هر هرگِنڍ ڍري.

ياءُ وڏو بيمار،
ڇوڙيگر هوڪو ڏنو،
ترس اِتي، ڏيکار!

شهر وڃي شرناءِ،
ويهارو ڪن ورهيہ ڪي،
پنتي وقت وراءِ!

مڪجي پئي ميندي،
مهڪي لال ڪنوار ۾ ـــ
پڄري پئي سيندي.

تڪڙا وٺ فوٽا،
مُرڪان زوري مان ميان،
دل ٽوٽا ٽوٽا.

گهٽيون، در گڊگڊ،
عڪس اتان ئي وٺ،
اندر گهر اَڌ ـــ اَڌ.

اڏريو پاريهَرُ،
آڪيري ڏي پيو اچي،
اُڙيو ڪاريهر.

اوتر وڃ ڪڙڪي،
ڦاٽي ڦُوندا ٿيو مگر،
ڦريرو ڦڙڪي.

ساڪي مٿان سجّ،
گوڏي جيڏي ٻوڏ ۾،
چٽيم ٻيلي ٻجّ.

مٿو اکريءَ ۾،
وڏو داڻن، هو تہ ڏس!
اکيون مُهريءَ ۾.

لهر هڻي ڪُرڙي،
شايد ڪا ڦاٽي اچي،
ڪُنڍيءَ ۾ ڪرڙي.

خوشبو ۾ ڪٽ ڦِٽ،
پورا پنئرا واءَ وٽ،
پَٽڪو لاهي پِٽ.

او ڪاري ڪٽڇي!
ڪوڪي، من جي ڪُک ۾،
پيڙين ٿي ٻڙڇي!

وو هي ويڳاڻيون!
گيڙو رنگيون ٽڪريون،
جُوءِ جون جوڳاڻيون.

چچڙ ڪانوَ پٽين،
مَينهون، ٻېر چانوَ ۾،
نيڻ ڪٽي ٻوٽين.

ياجي ڪڻ ياتي!
ڪِيئون ڪِيئون ٻوڙ ۾،
ڪَاڪڙي ڪَاتي.

هلڪا ڪُڪرا، ڪڪ،
اڏريو اٽڪن اڪ ۾،
رووَن اکيون لک.

هِيرن جي صندوق،
هي جپ بعضي بعضي،
دونالي بندوق.

جهرڪين ۾ چين چين،
سِرڪي وڏي سِرنگهه پئي،
ڪبرين ۾ ٽين ٽين.

چوء سو ڏسيان چاء
اکين تي سهٽا سيئي،
خاشا يا را شا.

هر دل ۾ هلچل،
ڳُٽ ڳٽ گورِي روبرو،
پيئي پئي بوتل.

اسان سان اڪل،
چاتي، ڪلهن، چيلهہ سان،
ساڙهيءَ جي ڪيچل.

پاٽن تي پوتار،
مس مس منزل ڪئي اچي —
ڇڻ تہ لٿو اوتار.

بُت ڏوتل پوتل،
ڇُلڪي ڇِلڪي وِچُ پيو،
پِيچي پئي بوتل.

جيڪي آ سو اڄ،
عاشورو يا عيد ٿئي،
وڄ دهلاري وڄ!!

وريو آهي واءُ،
هيڏي هَئونس هَواڙ ڙي!
ساڳيو ناهہ هُڳاءُ.

.........

چولو تہ ناهي پايون، چو چوسٿو هجي؟
ماڻهن جو موڳا ليکڪ، تو کان مطالبو ـــ
چئہ چئہ، اجا اِنهيءَ کان وڌ چا چِٽو هجي!

.........

ڪاتيءَ جي باتِ آهي تہ قطعو نہ ٿو وٽي،
اي دوست، دور دور ۾ ڦيرو ضرور آ ـــ
باشي جي تات آهي تہ طوطو نہ ٿو وٽي.

.........

”اخبار جي ادب تي ايمان ڇو هجي؟“
جيئن جهنگ مان اٿي پئي چيتو ٿو اوچتو ـــ
ڪهڙي خبر تہ گهُٽ ۾ طوفان ڪو هجي!

.........

هو رجز جا لکي ٿو جڻ گيت ٿو لکي!
تون بحث جا ڪرين ٿو جڻ منٿ ٿو ڪرين،
بي روز ناد بدلي ٿو بينسري سِکي.

.........

چاهي رکيو لکڻ ۾ جا لئي ٿو مان لکان؟
شايد هي قطعو ـ قطعو تحريڪ تي پوي ـــ
تارخ ٿو مان پنهنجي پر ۾ ميان لکان!

.........

لفظن جي ور وکڙ ۾ نُڪتو ڏبو ضرور،
هي ڪو نئون طريقو ناهي جو ڇرڪجي —
رومال ۾ لڪائي تحفو ڏبو ضرور.

.........

ديوار تي نه بيهي، ڪُوڪي، ڪُڇي ضرور،
مظلوم لئه به شرط آ، پَٽر نه ڪو هجي —
توڙي پڇي نه ڪنهن سان تڙپي لڇي ضرور!

.........

سنسار جي سَهپ جو هڪ سلسلو به آ،
بيروت کان بڙودا هر شهر کي خبر آ —
هِن بردبار پُٽن ۾ ڪو زلزلو به آ.

.........

تو آهي ڏٺي سمنڊ ۾ ٻيٽاري؟
استاد بخاري جي اها دل هوندءِ ـــ
ديدار جي درياهہ ۾ تاساري.

.........

درياءَ سَرءَ جهول ۾ لهڪيل آهي،
بازار، جمعي روز جيئن ويراني ــــ
او يار، بخاري ائين اڄڪلهہ آهي.

.........

مِينهن وسي ويا، پيا ٽا چئنا ڪا ٽِم ٽِم ڪن،
اوِ جوين، استاد بخاريءَ سان مِلندين؟
ڪُهڙ اجهي ويا، باقي ٽانڊا ٽِم ٽِم ڪن.

.........

ٻڌڻ ڪان دل پليو يارو، پڙهڻ سان ديد اٿڪايو،
نہ ٿو پيغامبر قائم رهي، پيغام دائم آ —
مِلڻ مون سان گهرو منهنجو ارادو، عزم دهرايو.

......

ڪڙو ساگر اُٿي، تَر تي مِني برسات بَرسي ويو،
بخاري تنهنجي محفل ۾ مٿائي جوڻ جهومي پيو ـ
گلابي باغ چاهت ۾ چِڪي، خوشبوءِ بنجي ويو.

......

”بخاري، غير حاضر ٿو رهين يارن جي محفل ۾!“
اهو چو ٿا هٹو ايڏو وڏو الزام ءِ مُنهن تي ـ
اوهان وينا تہ آهيو دوست منهنجي ديد ۾ دل ۾.

......

نہ مان نازڪ نہ مان عمدو نفيس آهيان،
غلط فهمي جي گنجائش نہ رهجي ڪا —
عظيم استاد آهي، مان خسيس آهيان.

......

انسان خود بلاشڪ بي اعتبار هو،
آڪاس جي گواهي، سنسار جو قسم،
مون ڪي وري بہ ماڻهوءَ تي اعتبار هو.

……

هڪ عمر سڄي سمنڊ جي لهرن تي ڪُڏي ويس،
هڪ ڏينهن جڏهن موت اچي هوڏ ڇڏائي ـ
ڪهسار جي چوٽيءَ تي چڙهي پو بہ ٻُڏي ويس.

……

هڪ ڏينهن اهڙو واءُ گهليو واهيات جو،
انبوهہ جي اکين ۾ وجهي ڌوڙ ويو وڏي،
[1]اوندهہ ۾ انتظام لُٽي ويو 'عنات' جو.

……

تو ڪانسوا بہ منهنجي گذري تي زندگاني،
ابتر ڪان آهي ٿيندو ويندو وڌيڪ ابتر ـــ
پر مينهن ڪانسوا ٽَرُ مرندو تہ ناهي جاني.

……

هي بزم تہ بازار جو ڌمچر ٿو لڳي،
ڪو دَرد پڙهي شعر ٿو ديوانو ٿئي،
بي درد ڪان يُلڪار جو پٿر ٿو لڳي.

……

[1] عنات: شاهہ عنايت جهوڪ وارو.

مان ڏيک به ناهيان جو ڏسي ڪو مونکي،
بازار به ناهيان جو گُهمي ڪو پيارو،
مان ليک فقط ليک پڙهي ڪو مون کي!

......

مان ڪيت به ناهيان جو بُکو تَر ڪائي،
برسات به ناهيان جو اُجو تَرُ پيئي ـــ
مان دانهن رڳو دانهن، ڪو ئي ورنائي!

......

دل، ڪاچ به ناهي ڪو بڪارو ڪائي،
ڪَل، پوت نه ٽيندي جو اگهاڙو پائي ـــ
استاد مري ڪيڏو ٽو شرمائي!

......

چو زهر زماني سان جڻ، ڪير اسين آهيون،
تاريخ جي سيني تي ڪئين نانگ سُري پيا پر ـــ
ڪو باب چُريو ناهي، گمڀير اسين آهيون.

......

هن شهر جو چئونڪن تي جڻ لال جو ميلو آ،
چَا گوڙ آ ڪَنُ ڪن ۾، چا ڌُوڙ آ تَن تن تي!
هن دَور جي محشر ۾ هر شخص اڪيلو آ.

......

هر شعر جو واڪا هو، ڇڻ واءَ جا جهٽونڪا هو،
حسرت تي رڳو اڏري مايوس مهانڊن مان ـــ
ڪا ڪا نہ مِلي ورندي هي شهر هو صحرا هو؟

......

تدبير جي طوفان کي تقدير ٻڏن تا،
هن ديس جا نادان نہ پر جهُونا دانا،
انسان جي آواز کي زنجير ٻڌن تا.

......

پَتو پهٽن کي کهڙو، گاج پئي گجڪاريو آهي،
اوهان جي ڏيان جي ڪَن کي وڪڙيو راڳ وينو آ ـ
اسان کهرام شاهد آ، تہ پئي ڪُوڪاريو آهي.

......

برابر انگ استاد جو عشق ئي اکوڙيو آ،
انهي ئي عشق جي پَر تي بخاري پير ڪوڙيو آ ـــ
ڪچو درياهہ ٻوڙيو آهہ ۽ درياهہ جوڙيو آهہ.

......

لولي تہ ڇا اباڻي ٻولي ٻُڏي تي پئي،
انسان ذات ڪاٿي؟ الله آ ڪٿي؟
دلڙي تہ ڇا اسان جي ڌرتي ڏڏي تي پئي!

......

گميير واچ تڙپي، طوفان تي تئي،
پختو شعور رکجو نئين دور جا جوانو!
گهٻرائجو نہ، دنيا گهمسان تي تئي!

......

تقدير مون مجي نہ تي، تدبير تِي نَہ تي،
هٿ موسوي ۾ کلک، ڪلا مائو جي هجي ـــ
تسليم تو ڪريان اُها تحرير تي نہ تي.

......

جو ڪجهہ ڪري سگهو تا، دنيا، ڪريون تہ تا!
جيڪي ثواب تن جا سُهڻا صِلا مليا ــ
ڏوهن جا ڏنڍ پرڻا آهن، پريون تہ تا.

......

چونديون جو هوشو، نائو[2] اُهو تئي تو،
ڪوشش جي ڪم نگاهي يا ياڳ جي تباهي ــ
ڪوٽيون پهاڙ تا ۾ نِڪري ڪُئو پوي تو.

......

نيروءَ[3] جي زندگيءَ مان هيءَ ثابتي ملي تي،
ذاتي انانيّت ۾ ڪو ايترو مزو آ،
جو روم پل جلي پيو پر بينسري وجي پئي.

......

[2] نائو: نائومل، سنڌ جي غدار ڏانهن اشارو.
[3] روم جي بادشاهہ ڏانهن اشارو.

امير 'ڪوُر'[4] ڪئي ۽ فقير جاڳي پيا،
عمل جو رد ـ عمل دوستو اٽل آهجي،
ضرور گهنڊ وڳو جو زنجير جاڳي پيا.

. . . . . .

ڪلي جو خيرُ ڏنائين، ضمير تڙپي پيو،
ڇُهي طبيب جي هٿ کي لُڇي ويس چو جو —
ملم ۾ لوڻ مليل هو سو جهير تڙپي پيو.

. . . . . .

خزان خيال پڇايو، بهار جاڳي پيو،
ڏسو ڪمال نئين دَور جي نئين حِس جو —
ڪنئين ڪماڻ شڪاري، شڪار جاڳي پيو.

. . . . . .

ڦُٽي نہ پرھ اجا پر مزور جاڳي پيو،
دٻاءُ دَور نئين جو ۽ تئونڪرو تہ ڏِسو!
شعور ڪان بہ اڳي لاشعور جاڳي پيو.

. . . . . .

چا هِت بہ قوم جهڙي مخلوق ڪا رهي ٿي؟
مون پوک ڪان پڇيو ۽ تڙپي چيو ڪڙئي:
هِن ديس ۾ ٻُڏان ٿو سنڌو ندي وهي ٿي.

. . . . . .

[4] ڪور، ڪُور ڪُور ڪرڻ: ڪُتن کي سڏڻ.

پانيان ٿو پٽ ڏٺي جو ميڙو مَتو ته هوء
اوتر وڏو اَتي پيو ڇو هو ڳڙو لڳو —
ڇو ميڙ چڙوچڙ ٿيو، مون کي پتو ته هو.

......

استاد، وتين ٿو تون، بازار ۾ ڇو رُئندو؟
شڪ مون کي اچي پيو آ، هِن قوم جي ڪرمن تي -
ڪِلنديون ته گهٽيون خلقون، هِينئن رَتُ نه ڪو رئندو!

......

ايوان سُتا هوندا، دالان سُتا هوندا،
بي چين بخاريءَ کي برباد بڌائي ڪو —
احساس سُتا هوندا؟ ارمان ستا هوندا؟

......

مون کان رقيب منهنجا ڇو ٿا قلم ڪسيو!
شڪ ٿو پوي ته آهيو لشڪر يزيد جو —
عباس کان ۽ جيئري ڪيئن ٿا عَلم ڪسيو؟

......

هو انڌ ٿو پکيڙي اڌ رات جي نموني،
مان ڏينهن تي مهاڏو انڌير سان ڏيان ٿو —
تون ڇو ٽپي جهلين ٿو، پرڀات جي نموني.

......

خانو خراب ٿي ويو اڄڪلهہ جي آسَ جو،
نئين نسل کي ميار ڏيڻ کان اڳي مڃان ـــ
ڪجهہ پنهنجو آ قصور تہ ڪجهہ آس پاس جو.

.......

هِن ديس جا حڪيمو، هِن دور ڏي ڏسو!
هر روز ڊوڙ ڊوڙان، ايڏي تہ تيز ٿئي پئي،
هر صبح واقعو آ، هر شام حادثو.

.......

گناهہ اهڙو ڪيم جو گناهہ ٿڙپي پيو،
ڏنو تہ ڪنهن بہ نہ مون کي ٻئي سوا هُن جي،
خدا گواهہ تہ منهنجو گواهہ ٿڙپي پيو.

.......

ميلاپ پهرئين ماڻيو ايڏو مزو غضب جو،
نڪڙي نہ ٿو اڪين مان، نڪري نہ ٿو رڳن مان،
آواز، روپ، خوشبو، لذّت، مزو غضب جو!

.......

تو ڪڏهن ڏنو آهي، شرم ـــ خوشيءَ جو ميل!
ڪيئن بار لڪيو آ مون بلڪ چکيو پڻ آ ـــ
ڪيڏو نہ لذيذ آهي، مُرڪ ـــ چُميءَ جو ميل!

.......

اڄ موڄ ڪر بڪارا، اڄ وڄ ڏئي رڄي،
اڄ جو لُٽين لُٽي وڄ، موقعو مليو بہ آهي —
دل کي متان چوين پو: مان تي ٽيس لڄي.

..........

هر حد وجي ٽي اورانگهي،
خود آدمي گهمائي ٽو —
دنيا جي ٻوٿ تي دانگي.

......

موسم عجيب ٿيندي آ،
بادل شرف جي بُت مان —
بجليءَ جي بُوءِ ايندي آ.

......

جُهڪندي ڏٺا اٿم ڏونگر،
ڏڪندي ڏٺي اٿم ڌرتي ـــ
پيلا جو ٿي پيا پونگر.

……

نئين دَور جو نئون دودو،
ٻاگهي بزار ۾، گهو گهو ـــ
پاٻوءَ[5] جي واڇ تي گودو.

……

چوغو ڍڪي ڏهيسر جو،
پٽڪو ٻڌي چڱيراڻو ـــ
پاڇو اٿيو چنيسر جو.

……

ايري جو علم ٿو چٽجي،
زبري جي ظلم جاهل سان ـ
ٻُوٽو ٿو بوٽ سان چپجي.

……

زهري جون زينتون ماڻڻ،
انسان پاڻ نڪتو آ ـــ
اسٽار ـــ وار سيناگرڻ.

……

## پورو ٿيو.

[5] پاٻوءَ: پاٻو يان پَٽ، شاعر.